سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄامشورو جو تيار ڪيل

۽ بيورو آف ڪريڪيولم، حيدرآباد، سنڌ جي نمبر BC / EXT / (CURR) / -1539 / -75
تاريخ ٣-٣-١٩٧٥ع موجب سنڌ صوبي جي اسڪولن لاءِ واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل.

## ليکڪ:-

- ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو
- الهداد ٻوهيو
- اياز قادري
- استاد بخاري
- محمد اسماعيل شيخ
- محمد بچل ميمڻ
- [illegible] محمد انصاري
- نور محمد ميمڻ
- رشيد احمد ميمڻ
- غلام قادر سومرو

## نظرثاني:-

ڊاڪٽر محمد صالح شاهه
ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو
محمد بچل ميمڻ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ پريس ۾ ڇپيو

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ

## سَبَقُ پهرِيون

# گِيتَ ڌَڻيءَ جا گڏجي ڳايون



گِيتَ ڌَڻيءَ جا گڏجي ڳايون.
جو ٿو ٿڌڙا مينهن وَسائي،
باغن ۾ جو اَنب پَچائي،
ويس گُلن کي جو پهرائي،
اَنَ پچائي ، گاهَ اُپائي،
عَرشَ ۾ جو تارا ٽِمڪائي،
تَنهِن مالڪ کي سڀ ساراهيون،
گِيتَ ڌَڻيءَ جا گڏجي ڳايون.

## سَبَقُ ٻيو

# اللهُ سائين

اَللهَ سائينءَ اَسان کي پيدا
ڪيو آهي.
اَللهَ سائينءَ اَسان کي اکيون
ڏِنيون آهن.
اسين اَکِيُنِ سان ڏسون ٿا.
اَللهَ سائينءَ اَسان کي هَٿَ
ڏِنا آهن.
هَٿَنِ سان ڪَمُ ڪار ڪريون ٿا.
هُنَ اَسان لاءِ ميوا پيدا
ڪيا آهن.
ڏِٽي وڏو مِهرِبانُ آهي.
اَسين سَڀ سَندس ٻانها آهِيُون.
هُو اَسان جو سائين آهي.
اَسين سَندس ٿورا مڃون ٿا.








## سَبَقُ ٽيون

# اَمڙِ







مِٺِڙي اَمڙِ.

پِيارِي ماءُ.

پِيارِي مِٺِڙي اَمڙِ.

مُون کي پِينگهي ۾ سُمهارِ.

مُون کي لولي ڏي.

پِينگهو لوڏِ.

اَمڙِ، مُون کي کڻُ.

اَما، مُون کي کِيرُ ڏي.

## سَبَقُ چوٿون

# جُهو جُهو ماڻي



جُهو جُهو ماڻي؛ لَسي پَنهنجي گهاڻي.

مَکَڻَ جي چاٽي؛ اَمَڙِ سِياڻي.

مَکَڻَ جي ماڻي؛ سُٽَ سَندِي آڻي.

آيو مِينهُن آيو؛ لَٽِڙا پُسايو.

اِجهو سِجُ نِڪتو؛
لَٽِڙا سُڪايو.

# طوطو

طوطو



اَسان طوطو پاليو آهي.

طوطو ڏاڍو سُهڻو پکي آهي.

ڇُهنبَ ڳاڙهي اَٿس.

ڪنبَ ساوا اَٿس.



چَنبنِ ۾ ٻير جهلي کائي ٿو.

طوطو ميوو کائيندو آهي.

طوطو ٻولي ٿو.

چوي ٿو، ”اَدا اَدا، ٻلي آيا.“

# اَسان جو گهَرُ

هِيءُ اَسان جو گهَرُ آهي.
گهَرَ ۾ ٻه ڪوٺِيُون آهن.
هِيءُ رَڌِڻو آهي.
نَلڪي مان پاڻِي ڀرِيندا آهيُون.
ٻُوٽَنِ کي پاڻِي ڏِيندا آهيُون.
هِيءُ اَسان جو باغِيچو آهي.
اَسان جو گهَرُ سُهِڻو آهي.

سَبَقُ سَتون

# پَيسولَڏُمِ پَٽَ تان



پَيسو لَڏُمِ پَٽَ تان،
پَيسي وَرتُمِ گاهُ.
گاهُ ڏِنُمِ مينهِن کي،
مينهِن ڏِنو کِيرُ.
کِيرُ ڏِنُمِ اَمَڙِ کي،
اَمَڙِ ڏِنو لولو.
لولو ڏِنُمِ ڪانوَ کي،
ڪانوَ ڏِنو کَنيُ.
کَنيُ ڏِنُمِ راجا کي،
راجا ڏِنو گهوڙو.
چَڙِهي گهُمُون، چَڙِهي گهُمُون!

## سَبَقُ اَٺون

# پاڻي



گِلاسَ ۾ پاڻي آهي.

پاڻي ٿَڌو آهي.



ٿَڌو پاڻي پيءُ.

اُڃَ لاهِ.



پاڻيءَ سان وِهنجُ.

پاڻيءَ سان ڪپڙا

ڌوئي صاف ڪَر.



واهه ۾ پاڻي وَهي ٿو.

مِينهُن وَسي ٿو.

پاڻيءَ تي پوکَ ٿئي ٿي.

سَبَقُ نائون

# اَنبُ



هيءُ اَنبَ جو وَڻُ آهي.
اَنبَنِ جو رَنگُ پِيلو آهي.
مون کي اَنبَ ڏاڍا وَڻندا آهن.
اَنبُ مِٺو ميوو آهي.
اَما، اَنبَ وَڏي ڏي.
اَنبَ جُون ڦارُون ڏِسُ.
اَسين اَنبَ کائيندا آهيون.
اَسان جي مُلڪَ ۾ اَنبَ جامَ ٿيندا آهن.

سَبَقُ ڏهون

# هَوا ۽ اُسَ

سِجُ اُڀري ٿو.
اُسَ نِڪري ٿِي.
اُسَ ۾ پوکَ پَچي ٿِي.
اُسَ ۾ گهڻو وَقتُ نه بِيهُ.
اُسَ تِکِي آهي.
اُسَ ۾ ڪَپڙا سُڪَنِ ٿا.
هَوا لَڳي ٿِي.
هَوا ۾ ڪپڙا لُڏَنِ ٿا.
صافُ هَوا ۾ ساهُ کڻُ.
صافُ هَوا ۾ گهُمُ ڦِرُ.







# اَچو ڙي، يارو!

اَچو ڙي، يارو!
راند جو وارو.

اَڪَ جُون ڪاتِيُون،
نِمُ جا پاوا.

ڊوڙِي اَچِي ڏِگِڙَ ڪاٺُو،
موتِي وَڃِي مَڪَڙُ ڪاٺُو.

جيڪو پِيءُ ڪي پِڱَ ڀِڏائي،
سوئِي مائِي مَڪَڙُ ڪائي.

# مُنهنجو ڪِتاب





هِيءُ مُنهِنجو ڪِتابُ آهي.
مان ڪِتابُ پَڙهان ٿو.
هيءُ ڪِتابُ ڏاڍو سُٺو آهي.
هِنَ ۾ سٺيون ڳالهيون
آهن.
هِنَ ۾ گِيتَ به آهن.
اَسين گَڏِجي گِيتَ
ڳائيندا آهِيُون.
اَسين هر روز پَڙهَندا
ويندا آهِيُون.
اَچو ته گَڏِجي پَڙهَندا هلُون.

# سِنڌُ سُونهارِي

اَسِين سِنڌُ ۾ رَهون ٿا.

هِيءُ سِنڌُ جو نَقشو آهي.

نَقشي ۾ ڏِسُ.

ڏَکِڻَ طَرفَ کان سَمُنڊُ اَٿَسِ.

اولَهَ طَرفَ کان جَبلَنِ جي قطارَ اَٿَسِ.

سِنڌُ مان دَرِياءُ وَهي ٿو.

هِنَ جو نالو سِنڌُو دَرِياءُ آهي.

دَرِياءَ مان اَسان جي پوکُنِ کي پاڻي ملي

ٿو.

## سَبَقُ چوڏهون

# نَنڍِڙا مِٽِڙا سُهِڻا يارَ



نَنڍِڙا ، مِٽِڙا ، سُهِڻا يارَ!
آسَ وَطَنَ جِي ۽ آڌارَ.

هاڻِ پَڙهڻ جِي ڪريون تيارِي!
ديسَ جِي ٿِيندِي ناماچارِي.

لَفظَ پَڙهون تا سَوَلا سَوَلا،
گِيتَ سِکُون تا مِٽِڙا مِٽِڙا.

رَاند ڪَندي تا عِلمُ پِرايُون،
عِلمُ پرايُون ،سَمجهَ وَڌايُون.

سُهِڻا ، مِٽِڙا ، نَنڍِڙا يارَ!
آسَ وَطَنَ جِي ۽ آڌارَ.

سبق پندرهون

# هِڪِڙيءَ جي مَدَدَ







هِيءُ بُندُ ڳرو آهي.
اَچو ته گَڏِجي ڪَٽُون.
اَچو ته گَڏِجي گهَرُ
اَڏِيُون.
ڪَمُ گهڻو آهي.
اَچو ته گَڏِجي ڪَمُ
ڪَرِيُون.
هِيءُ پوکَ پَڪِي آهي.
اَچو ته گَڏِجي پوکَ لُڻُون.
بُندُ ڪَٽُون.
گهَرُ اَڏِيُون.
پوکَ لُڻُون.

اَچو ته گَڏِجي ڪَمُ ڪَرِيُون.
اَچو ته هِڪِڙيءَ جي مَدَدَ ڪَرِيُون.

## سَبَقُ سورهون

# لِڳ لِڪوٽي





اَچو ته لِڳ لِڪوٽي راندِ ڪَريُون.
سَلِيمَ، تون هِتِ بِيهُ.
هِيءُ پِڙُ آهي.
هِن ڳيڙي سان پَنهِنجون اکِيُون ٻَڌُ.
آسين سَڀ وَڃي ٿا لِڪُون.
تُون اَسان کي ڳولِ.
اَسلَمَ، تُون ڪُوڪَ ڪرِ.
اِجهو هُو اَسان کي پيو ڳولي.
اَحمد ڪاپِي پيو!
چَڱو، اَحمد، هاڻي تُون اکِيُون ٻُوٽِ.
هاڻي تُون آڳَ ڏي.

سَبَقُ سَترِهون

# مِتِرَا گهوڙا، اوري آءُ



مِتِرَا گهوڙا، اوري آءُ،
پَنهِنجي مُنهَن تان لاهِ لغام،
جِتي چَرَڻَ لَءِ آهي گاهُ،
هاڻي اُن مان پاڻي پيءُ،
جَڏهن شامَ جو وَڄندا پَنجَ،
ٻالَڪَ ڇوَندا ڊُوڙُو ڊوڙُو،

خُوبُ خُوشِيءَ سان داڻوکاءُ.
تازو گاهُ هَلِي چَرُ جامُ.
اُتي وَهي ٿو سُهِڻو واهُ.
ڏَءُ کري تون گَدگَد ٿِيءُ.
توتي وِجهندُسِ سُهِڻا سَنجَ.
ڏِسوڪِڪي جو سُهِڻو گهوڙو.

توڙي هَٿَ ۾ ڇهُبڪُ ڪَٽندُس،
مِتِرَا، تـوکي مُورِ نه هَٽندُس.

سَبَقُ اَرڙهون

# بَدَنَ جِي صَفائِي



هِيءَ بالٽِي آهي.

بالٽِيءَ ۾ پاڻِي آهي.



هِيءُ مُنهِنجو ٽُوالُ آهي.

ٽُوالُ صاف آهي.



هِيءُ صابُڻُ آهي.



بُتَ تي پاڻِي هارِ.

هاڻي صابُڻُ هَڻُ.



مَهٽِي بُتُ صافُ ڪَرِ.



ٽُوالَ سان بَدَنُ اُگهه.

وارَنِ کي تيلُ هَڻُ.



صافُ ڪَپڙا پائِي،

اِسڪُول وَڃُ.

# ڳالهِ ٻولهِ



اَدا ، تُنهِنجو نالو ڇا آهي ؟
ڀائُو ، مُنهِنجو نالو وَرِيامُ آهي .
ڀَلا ، تُنهِنجي پِيءُ جو نالو ڇا آهي؟
اَدا ! مُنهِنجي پِيءُ جو نالو
سانوَڻُ آهي .



اَدي ، تُنهِنجو نالو ڇا آهي ؟
ڀيڻ ! مُنهِنجو نالو نُورِي آهي.
اَدي ، تُنهِنجي ماءُ جو نالو
ڇا آهي ؟
اَدي ، آءُ ڀاڳيرِيءَ جي ڌِيءَ
آهيان .

اَسين ٻَرواري ڳوٺَ ۾ رَهَندا آهيون .

سَبَقُ وِيهون

# جو کِيرُ پِئي ، سو وِيرُ ٿِئي





جو کِيرُ پِئي ، سو وِيرُ ٿِئي ؛
ڏَندَ زور وَڻن ، سُٺا سُهڻا لَگِن ؛
اَکِيُن جوتِ وَڌي ، ڏاڍِي سُونهَن ٿِئي ؛
وَڻي زورُ بَدَنُ ، لِڳ چُستُ ٿِيَن ؛
کِيرُ صَفا سُٺو ، وَاه ! ڏاڍو مِٺو ؛
ٻَارو ، اَچو پِيُون ، پَري کِيرَ وَٺيُون ؛
سَڀ زورُ وَٺُون ، پِي کِيرُ وَڌُون ؛

ڏي کِيرُ آما ،
پِي پَڙهڻ وَڃان .

سَبَقُ ايڪِيهون

# اَسان جو ڪُٽنبُ





هُوءَ مُنهِنجي ڀيڻُ آهي.
هُنَ جو نالو سَدورِي آهي.
اَسان جي ڀيءُ کي ميوي جو دُڪانُ آهي.
اَمڙِ اَسان لاءِ رَڌڻَ پَچائِڻ جو ڪَمُ ڪَندِي آهي.
ڪَپڙن سبَڻ ۽ ڌوئڻ جو ڪَمُ بہ پاڻَ ڪَندِي آهي.
اَسين بہ اَمڙِ سان گڏجي گهَرَجي صفائِيءَ ڪندا آهيون.
اَسان جِي ماءُ اَسان کي ڏاڍِي پِيارِي آهي.
بابو سائين ۽ اَمڙِ هِڪٻئي جي عِزتَ ڪندا آهن.
اَسين ماءُ ۽ ڀِيءُ جو اَدَبُ ڪندا آهيون.
اَسين سَڀ مِحنَتَ ڪَريُون ٿا تہ جِيئَن سُکِي گُذاري سگهُون.

# مُنهِنجو ڀاءُ



اَحمَدُ مُنهِنجو ڀاءُ آهي.
هُو مُون کان وَڏو آهي.
هُو روز بازارِ ويندو آهي.
هُو ڀاڄيون ۽ ميوا
آڻيندو آهي.
مُون کي ڪيلا وڻندا آهِن.
هُو اَسان لاءِ گوشتِ ۽
مَڇي آڻيندو آهي.
هُو مُون کي پيارُ ڪندو آهي.
مان نيرَنِ ڪَري، پوءِ پَڙهَڻَ ويندو آهيان.

(Al-Quran - Zumar-9)

DO NOT KNOW (ز)




[illegible]جو نَنڍِڙو ڪُتو مُنهِنجو چڱو ساٿِي آهي.
گهرِ اَچان ته پُڇ لوڏِي مُنهِنجو آڌَرِ ڀاءُ ڪري.
[illegible]ڪيس سَڏِيان ته هُو ڊُڪندو اَچِي مُنهِنجي پيرَنِ تي مُنهُن رَکي.
[illegible] جو پهريدارَ وانگر سَڄِي راتِ جاڳندو آهي.
[illegible] آهي.
[illegible]ِي آهي ته ڪُوئَنِ جو [illegible]زارُ ڪونهي.
اَسان هِڪَ ٻَڪِري ڌارِي آهي.
ٻَڪِريءَ جو کِيرُ پيئَندا آهِيُون.
هِيءُ ڪُڪڙُ به اَسان جو ساٿِي آهي.
پرهَ ڦُٽِيءَ جو ٻانگ ڏيئِي اَسان کي اُٿاري ٿو.
ننڍا وَڏا جِيتَ کائِي ٿو ڇڏي.
گاڏهي موڙَ سان ڏاڍو سُهڻو لَڳندو آهي.

سَبَقُ چوويهون

# واهَ ڙي تارا

واهَ ڙي تارا، گولُ تارا،
رَوشَنُ تارا، چِلڪي وارا.
سانجهيءَ ٽاٽي نِڪرو
اُڀَ سَجي ۾ پکِڙو تا
چِلڪو چِمڪو ساري راتِ،
ڪَجي اَوَهان جي ڪِهڙي باتِ.
راتِ لَنگهي يا باقِي چا
اَوِهين ٻَتايو واٽَ اِه
جوتِ اَوهان جي جي نه هُجي،
واٽهَڙُو ڪَرَ واٽ مُنجهي.

سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، حيدرآباد جو تيار ڪيل
۽ سنڌ صوبي جي تعليم کاتي جو صوبي جي پرائيمري اسڪولن لاءِ
واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل.

ڪتابن جي نصاب جي جائزي واري ڪميٽي جو سڌاريل

معشوق علي

## قومي ترانو

پاڪ سرزمين شاد باد — ڪشورِ حسين شاد باد
تو نشانِ عزمِ عالي شان — ارضِ پاڪستان
مرڪزِ يقين شاد باد
پاڪ سرزمين ڪا نظام — قوتِ اخوتِ عوام
قوم، ملڪ، سلطنت — پائنده تابنده باد
شاد باد منزلِ مراد
پرچمِ ستاره و هلال — رهبرِ ترقي و ڪمال
ترجمانِ ماضي شانِ حال — جانِ استقبال
سايهٔ خداي ذُوالجلال

44911



| ڇپجڻ جي تاريخ | ڇاپو | ڳاڻيٽو | قيمت |
|---|---|---|---|
| مارچ سنه ١٩٨٣ع | پهريون | ١٠٠٠٠٠٠ | ١-٦٥ |